# اداريو

سپ تعريفون الله تعاليٰ لاءِ جيڪو خالق و مالڪ ۽ مولیٰ و مددگار آهي ۽ درود و سلام محمد رسول الله ﷺ جن تي ۽ سندن آل تي ۽ اصحاب تي رضي الله عنهم اجمعين۔

بسم الله الرحمٰن الرحيم

دنياوي مسئلن ۽ نفسا نفسي جي آندهي سهڻي ڌرتي سنڌ جي غيور لوڪ کي دين اسلام کان ڇڻ پري ڪنيون وئي آهي۔ قرآن و سنت جي علم کان اڻڄاڻائي ۽ اهل بيت و صحابه ڪرام رضي الله عنهم جي سيرت کان بي خبري جي سبب اسان بدعتن ۽ فتنن جي گهيري ۾ اچي ويا آهيون۔

بدعتن ۽ فتنن جي هن اونداهه ۾ نقيب رسالي ذريعي ننڍڙي لاٽ ٻارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي۔ الله تعاليٰ هيءَ ڪاوش قبول فرمائي ۽ هن ڪم ۾ پنهنجي مدد ۽ برڪت عطا فرمائي۔ آمين

**´ نقيب ` سنڌي اسلامي رسالو OCTOBER 2019**

فهرست

# درسِ قرآن
## الله جي هدايت يا شيطان جي رفاقت

### سوره الانعام ، آيت 125

**بس جنهن کي الله هدايت ڏيڻ جو ارادو ڪندو آهي ته ان جو سينو اسلام لاءِ کولي ڇڏيندو آهي ۽ جنهن کي (بندي جي پنهنجي سرڪشي سبب) گمراھ ڪرڻ جو ارادو ڪندو آهي ته ان جو سينو تنگ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ايئن تنگ ڇڻ ته هو وڏي تڪليف سان آسمان جي طرف چڙهي رهيو هجي. اهڙي طرح الله انهن ماڻهن تي گندگي مسلط ڪري ڇڏيندو آهي جيڪي ايمان نه ٿا آڻن.**

**حق جي طرف بندي جي پنهنجي سوچ و فڪر ۽ ڪوشش سبب الله تعاليٰ بندي تي ايئن ڪرم ڪندو آهي جو ان جي لاءِ نيڪي جو رستو آسان ڪري ڇڏيندو آهي ۽ برائي کان بيزاري سندس دل ۾ وجهي ڇڏيندو آهي.**
**جڏهن ته واضح علم ۽ هدايت سامهون اچي وڃڻ جي باوجود بندو سرڪشي ۽ نافرماني ڪرڻ لڳي ته پوءِ شيطان ان جو ساٿي بڻجي ڪيس گمراهي طرف ڏڪيندو آهي.**

**سوره زخرف جي آيت 36 ۾ ارشاد آهي ته "جيڪو رحمٰن جي ذڪر کان غافل ٿيندو آهي ته اسان ان تي هڪ شيطان مسلط ڪري ڇڏيندا آهيون جيڪو ان جو ساٿي بڻجي ويندو آهي."**
**يعني جيڪو الله رب العالمين جي ذات ۽ هدايت کان نافرماني ڪندو ته هو شيطان لاءِ آسان شڪار بڻجي وڃي ٿو.**

**- - - - - - - - - - - -**

# درسِ حديث
# ايمان جي مٺاڻ

**رسول الله ﷺ جن فرمايو ته :**

**جنهن ۾ ٽي خصلتون پيدا ٿي ويون ته ان ايمان جي مٺاڻ چکي ورتي۔**
**1 - الله ۽ سندس رسول ان لاءِ سڀ کان وڌيڪ محبوب هجن۔**
**2 - ڪنهن سان به محبت رکي ته فقط الله جي رضا خاطر رکي۔**
**3 - ايمان کان بعد ڪفر ڏانهن وڃڻ کي ايئن ناپسند ڪري جيئن ان کي باهه ۾ وڌو پيو وڃي۔**

**صحيح بخاري ، حديث # 16 ، 6041**

**اسين الله ۽ سندس رسول ﷺ سان محبت جي دعويٰ زباني ڪلامي ته ڪندا آهيون پر شادي، غمي، ڪاروبار، سياست ۽ معاشرت ۾ اسان الله ۽ رسولؐ جي حڪمن ۽ هدايتن کي پُٺي ڏئي رسمن ۽ رواجن تي هلڻ کي ترجيح ڏيندا آهيون ۽ سوچ اها هوندي آهي ته ماڻهو ڇا چوندا۔**

**رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن ڪو شخص پنهنجي اسلام کي عمده بڻائي ڇڏيندو آهي ته ان جي هر نيڪ ڪم جي بدلي ان لاءِ ڏهن کان وٺي ست سؤ گنا تائين نيڪيون لکي وينديون آهن۔ (صحيح بخاري # 42)**
**اسلام کي عمده بڻائڻ جو مطلب اهو آهي ته هر ڪم ڪرڻ وقت الله ۽ رسولؐ جي احڪامات ۽ هدايات کي سامهون رکجي ۽ ماڻهن جي بجائی الله ۽ رسولؐ جي راضپي ۽ ناراضگي جو فڪر ڪجي۔**

**- - - - - - - - - - - -**

# تقدير جو عقيدو

ڪجھ ماڻھو چوندا آھن ته جڏھن تقدير ۾ لکجي چڪو آھي ته ڪير نيڪ آھي ۽ ڪير بد آھي، ته پوءِ عمل ڪرڻ جو ڇا فائدو؟ ٿيندو اھو ئي جيڪو تقدير ۾ لکيل آھي.

اھا ڳالھ سمجھي ڇڏجي ته ان جو مطلب اھو نه آھي ته انسان اھو ئي عمل ڪندو جيڪو سندس تقدير ۾ لکيل آھي، پر در اصل ان جو مطلب ھي آھي ته تقدير ۾ اھا ئي ڳالھ لکيل آھي جيڪا بندو پنھنجي اختيار سان ڪندو. جيئن ته تقدير علمِ الاھي جو نالو آھي ۽ الله تعاليٰ کي پھريان کان خبر آھي ته بندو پنھنجي اختيار سان ڇا ڇا ڪندو، تنھن ڪري الله تعاليٰ اھو سڀ لوح محفوظ ۾ لکي ڇڏيو. يعني بندي جي نيڪ يا بد ھجڻ جو دارومدار ھن جي پنھنجي اختياري عملن تي آھي.

## جڏھن تقدير لکجي چڪي ته پوءِ تدبير جي ڪھڙي ضرورت؟

جيسـتائين ڳالھ آھي سـج، چنڊ، تارن، پھاڙن، جنگلات، دريائن وغيره جي تـه اھڙي مخلوق جي تقـدير اھـا ئي آھي جيڪا الله جي طرفان اٽل آھي. جڏھن ته انسـان کي الله تعاليٰ عقل، علم ۽ عمل جو اختيار ڏنو آھي. تنھن ڪري انسـان کي جائز ڪم لاءِ ھر ممڪن تدبير ڪرڻ گھرجي ۽ پوءِ فيصـلو ۽ نتيجو الله تي ڇڏي ڏي. رسـول الله ﷺ جن جي فرمان ۾ اچي ٿو ته دعا تقدير کي رد ڪري سگھي ٿي. پين تدبيرن جيان دعا به

هڪ عمل آهي ۽ اهڙو عمل جيڪو تقدير تي غالب اچي سگهي ٿو.

سوره نجم جي آيت 39 ۾ ارشاد آهي ته ´انسان جي لاءِ اهو ئي ڪجهه آهي جنهن جي هو ڪوشش ڪري ٿو` مطلب هر انسان کي پنهنجي عملن جو ڦل ملي ٿو. باقي الله جنهن کي چاهي ته بنا عمل جي به ڪجهه عطا ڪري سگهي ٿو ۽ جنهن کي چاهي تدبير ڪرڻ جي باوجود به محروم رکي سگهي ٿو. پر اسلام انسان کي تدبير ۽ ڪوشش جي تلقين بحرحال ڪري ٿو. هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ کان بعد ۾ جيڪڏهن گهربل مقصد يا نتيجو نه ملي ته پوءِ الله جي رضا تي راضي رهجي. تدبير ڪرڻ کان اڳ ۾ ايئن نه چئجي ته جيڪو تقدير ۾ لکيل آهي اهو ئي ٿيندو، تدبير ڇا ڪجي؟ ۽ نه ئي وري جائز ۽ هر ممڪن تدبير ڪرڻ کان بعد ايئن چئجي ته هيئن نه ڪجي ها هونئن ڪجي ها وغيره وغيره.

- - - - - - - - - - -

# ميثاقِ مدينه ۽ يهودِ مدينه

هي تحرير عهد نامو آهي محمد نبي اُمّي ﷺ جي طرف کان مسلمانانِ قريش و يثرب ۽ يهود جي درميان جيڪي مسلمانن جي تابع هوندا.

(معاهدي جا ڪجھ خاص نقطا)

١ قصاص ۽ خون بها جا پراڻا طريقا عدل و انصاف سان قائم رهندا.
٢ جنهن قبيلي جو قيدي هوندو ان کي آزاد ڪرائڻ لاءِ فديو انهيءَ جو قبيلو ادا ڪندو.
٣ ڪوئي مسلمان ڪنهن مسلمان کي ڪافر جي بدلي ۾ قتل نه ڪندو ۽ نه ئي مسلمان جي مقابلي ۾ ڪنهن ڪافر جي مدد ڪندو.
٤ ڪنهن به قاتل جي ڪا مدد يا حفاظت نه ڪئي ويندي ۽ جيڪو ايئن ڪندو ان جي مٿان الله جي لعنت ۽ غضب هوندو ۽ ان کان رقم يا معاوضو قبول نه ڪيو ويندو.
٥ ڪنهن به فسادي کي مدد يا ٺڪاڻو ڏيڻ جي اجازت نه هوندي.
٦ جنگ جي صورت ۾ يهودي مسلمانن جو ساٿ ڏيندا.
٧ جيڪي يهودي مسلمانن جي تابع هوندا انهن جي حفاظت مسلمانن جي ذمي هوندي.
٨ يهودين کي مذهبي آزادي حاصل هوندي.
٩ ڪوئي ڪافر قريش جي ڪنهن جان يا مال کي مسلمان

جي مقابلي ۾ پناھ نه ڏيندو.
١٠ ڪوئي قبيلو رسول الله ﷺ جي اجازت کان بغير معاهدي کان عليحدگي اختيار نه ڪندو.
١١ ڪنهن جهيڙي يا اختلاف ٿيڻ جي صورت ۾ الله ۽ رسولؐ جي طرف رجوع ڪيو ويندو.
اها ڳالهه ذهن ۾ هجي ته يهودين سان هي معاهدو ان وقت ٿيو جڏهن جزيي جو حڪم اڃا نه آيو هيو يعني بعد ۾ غير مسلمن سان صلح يا جنگ بندي فقط ان صورت ۾ ڪئي وئي جڏهن هو جزيو ادا ڪندا. سوره توبه جي آيت 29 ۾ ارشاد آهي اهلِ ڪتاب (يعني يهود ۽ نصاريٰ) منجهان وڙهو انهن سان " جيڪي الله ۽ يومِ آخرت تي ايمان نه آڻن ۽ نه ان کي حرام چون ٿا جيڪو الله ۽ ان جي رسول حرام ڪيو آهي ۽ نه ئي دينِ حق اختيار ڪن ٿا ايستائين جو اهي مغلوب ٿي ڪري " جزيو ڏين.
رسول الله ﷺ جن يهودي قبائل سان هي معاهدو ڪيو پر اڳتي هلي يهودين معاهدي جي خلاف ورزي ڪئي. مسلمانن جي مقابلي ۾ ڪفارِ مڪه جا اندروني طور ساٿي ٿيا، قريشِ مڪه سان جنگ جي وقت مسلمانن جو ساٿ نه ڏنائون، دين اسلام جو مذاق اڏايائون، نبي ڪريم ﷺ جن جي شان ۾ گستاخي ۽ قتل جون سازشون پڻ ڪيون. معاهدي جي خلاف ورزي ڪرڻ جي سزا ۾ يهودين کي مديني مان نيڪالي ڏني وئي. ان کان بعد به يهودي پنهنجي حرڪتن کان نه مڙيا ۽ قريشِ مڪه سميت ٻين عرب قبائل کي گڏ ڪري مسلمانن خلاف سڀ کان وڏو لشڪر تيار ڪرايو. جنهن جي نتيجي ۾ غزوهء خندق

**ٿي. ان ڪان پوءِ يهودين سان خيبر ۾ جنگ ڪري ڪين عرب جزيري مان ئي ڪڍيو ويو.**

- - - - - - - - - - -

## جزيو

**اسلامي نظام ۾ مسلمانن کان زڪوات وصول ڪئي ويندي آهي جڏهن ته غير مسلمن کان جزيو ورتو ويندو آهي. جزيي جي رقم هر ڪنهن جي مالي طاقت مطابق مقرر ٿيندي آهي. جزيو ڏيندڙن کي مذهبي آزادي حاصل هوندي آهي ۽ سندن جان، مال ۽ عزت جي حفاظت اسلامي حڪومت جي ذميداري هوندي آهي.**

# امت جون بيماريون ۽ سبب

رسول الله ﷺ جن فرمايو ته

- جڏهن ڪنهن قوم ۾ فحاشي عام ٿي وڃي ته ان ۾ طاعون ۽ ٻيون اهڙيون بيماريون ظاهر ٿي پونديون آهن جيڪي پهريان نه هيون.
- جڏهن ماڻهو ماپ تور ۾ ڪمي ڪرڻ لڳندا آهن ته اهي قحط، معاشي تنگي ۽ پنهنجي حڪمرانن جي ظلم جو شڪار ٿيندا آهن.
- جڏهن ماڻهو پنهنجي مال مان زڪوات ادا نه ڪندا آهن ته الله آسمان مان بارش کي روڪي ڇڏيندو آهي ۽ جيڪڏهن زمين تي جانور نه هجن ته (انسان جي گناهن جي سبب) آسمان کان پاڻي جو هڪ قطرو به نه ڪري.
- جڏهن ماڻهو الله ۽ ان جي رسول جي عهد و پيمان کي ٽوڙي ڇڏين (يعني الله ۽ رسول جي حڪمن جي خلاف ورزي ڪن) ته الله انهن تي ڪو دشمن مسلط ڪري ڇڏيندو آهي اهو انهن کان سڀ ڪسي وٺندو آهي جو ڪجھ انهن وٽ هوندو آهي.
- جڏهن حڪمران الله جي ڪتاب جي مطابق فيصلا نه ڪن ۽ الله جيڪو نازل ڪيو آهي ان کي اختيار نه ڪن ته الله ان قوم ۾ ڏڦيڙ ۽ اختلاف وجهي ڇڏيندو آهي.

**[ سنن ابن ماجه # 4019 ]**

